# ڪلهوڙا دؤر حڪومت

سنڌ جي تاريخ ۽ جنوبي ايشيا ۾ تهذيب و تمدن ۽ انساني اقدار و اطوار جي نشاندهي ڪري ٿي . سنڌ جي تاريخ تي ، شروعات کان ئي مختلف موضوعن تي ۽ مختلف دؤرن تي ڪافي لکيو ويو آهي. سنڌ، قبل از اسلام به هڪ شاهوڪار سرزمين هئي ۽ سنڌو درياءَ جي سبب ، هتي ايتري ته خوشحالي هئي جو دنيا جي حڪمرانن جون هميشه سنڌ ۾ اکيون کُتل هيون ۽ ان ڪري سنڌ تي ڪاهون ۽ حملا ٿيندا رهيا . سنڌ جون سرحدون ، " چچ نامہ" جي سَند موجب اوپر ۾ ڪشمير کان ويندي ديبل بندر يعني سمنڊ تائين پکڙيل هيون . " ڪلهوڙا دؤر حڪومت " جي محقق ڊاڪٽر غلام محمد لاکي ، مير معصوم جي " تاريخ معصومي" جي حوالي سان ڪشمير کان ويندي ، عربي سمنڊ ، سورت بندر ، ديو بندر ، اتر ۾ قندار سيستان ، ڪوهه سليمان ، ڪردان ۽ ڪيڪانان تائين سرحدون بيان ڪيون آهن.

" ڪلهوڙا دؤر حڪومت " تي غلام رسول مهر جي تاريخ سنڌ ، ٻن جلدن تي مشتمل آهي . جنهن ۾ مهر صاحب اصل ماخذ هٿ ڪري ، ڪلهوڙن جي سلطنت تي لکيو آهي . پهرئين جلد ۾ ٻائيتاليهه باب آهن ، جيڪو ميان نور محمد ڪلهوڙي جي شخصيت تي ختم ٿئي ٿو ۽ ٻئي جلد ۾ اوڻيتاليهه باب آهن . ان جي علاوه ڪلهوڙن ۽ دائود پوٽن جا شجرا به ڏنل آهن ، جن تي هڪ سٺو تفصيلي بحث ٿيل آهي . ان مطابق ڪلهوڙا حضرت عباس ؓ جي نسبت سان عباسي آهن.

**محترم غلام محمد لاکي " تاريخ ڪلهوڙا " تي وڏي عرق ريزي ڪئي آهي ۽ مختلف ثانوي ماخذ سامهون رکي ، عباسي ڪلهوڙن جي تاريخ کي تحقيق سان ترتيب ڏنو آهي . درحقيقت هيءَ تحقيق بقول محترم غلام محمد لاکي جي ته اصل عنوان " ارڙهين صديءَ ۾ سنڌ جون سماجي ـ سياسي حالتون ۽ ادارن جو مطالعو " هو ، جيڪو ڪلهوڙا دور جي تاريخ تي مشتمل آهي ۽ نهايت تفصيل سان ، ڪلهوڙا دور تي ، روشني وجهي ٿو . محترم لاکي صاحب جون تحقيقي لکيتون ، شروع کان ئي محنت طلب ۽ ساراهه جوڳيون آهن . تاهم چند حقيقتن ڏي توجهه ڏيڻ ضروري آهي.**

**1ـ برهمڻ خاندان جي چچ بن سيلائج سنڌ تي قبضو وڏي حرفت ۽ چالاڪي سان ڪيو ، "تمدن سنڌ" : مولائي شيدائي ص 74 سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد) ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ("Sindh" Studies in History Vol. I P. 6) ۾ لکي ٿو ته :** a crafty Brahman , Chuch , usurped the throne of Sindh (622 A.C) and the Brahman Dynasty Supplanted the Rai Dynasty.

**( چالاڪ ۽ (حرفتي ) برهمڻ " چچ " ، سنڌ جي تحت تي ناجائز قبضو ڪيو ۽ راءِ خاندان کي هٽائي . خود قابض ٿيو.)**

لاکو صاحب لکي ٿو :ان کانپوءِ برهمڻ خاندان سنڌ تي پنهنجو راڄ قائم ڪيو . ........ ملڪ تي هن خاندان جي ٽن حاڪمن : چچ چندر ۽ ڏاهر "وڏي شان مان سان حڪومت ڪئي" ، تان 93هه/712ع ۾ عربن سنڌ تي حملو ڪيو ". (ص 9)

برهمڻ خاندان جو سنڌ تي راڄ ، غاصبانہ قبضي سان ٿيو .۽ سندن حڪمراني قائم ٿي. ڪنهن بہ تاريخ ۾ سندن حڪومت ڪي شان ۽ مان جي لقبن سان نہ لکيو آهي. اهڙا انوکا تاثرات ، ڪنهن بہ سنڌ جي تاريخ نويس يا محقق نہ ڏنا آهن !!!

2 ـ لاکو صاحب ص 129. سٽ 12 تي سنڌ جي صورتحال ۽ ڌارين جي ڪاهہ بابت لکي ٿو :

" هي صورت حال ميان نورمحمد ۽ خود **"غريب سنڌ"** لاءِ نهايت هاڃيڪار هئي"

وري ص 739 ـ(سٽ 14ـ15ـ16) تي لکي ٿو :

"اڳ ڪلهوڙا هندي مغلن جي تابع هئا . پوءِ ايراني گردش ڳچيءَ ۾ پئي ....... هاڻي افغان تابعداري ڪرڻي هئي........۽ **"غريب سنڌ"** گهڻو ڪجهہ پوڳيو."

اها حقيقت آهي تہ سنڌ تي هندي مغلن ، ايرانين ۽ افغانين ويل وهايا. پر هر دفعي **"غريب سنڌ"** لکڻ درست نہ آهي. سنڌ هميشہ آباد ، خوشحال ۽ شاهڪار رهي آهي ، جنهن ڪري تہ سنڌ تي ڌارين جا ڪاهون ۽ حملا ٿيندا رهيا آهن . ڪلهوڙن جي دور ۾ بہ سنڌ جي خوشحالي علم پروري ۽ نيڪ نامي هئي جو نادر شاه يا افغاني ڪاهيندا آيا. ميان نور محمد جو عمر ڪوٽ ڀڄي وڃڻ ۽ مقابلو نہ ڪرڻ بہ تہ قابل توجہ ۽ سوچڻ جو سڏ ڏئي ٿو.

3 ـ لاکو صاحب ص 378 ـ 379 تي لکي ٿو:

" ارغونن کانپوءِ فارسي ٻولي سنڌ ۾اوّل درجو حاصل ڪيو . ان ڪري عربي ڪي ڪنهن حد تائين ڌڪ لڳو"

جيستائين فارسي ٻوليءَ جو تعلق آهي تہ اها مڪران کان وٺندي المنصوره ، ملتاني گجرات ۽ سنڌ جي اهم شهرن تائين رائج پئي رهي آهي، پر عربيءَ جي حثيت قرآن مجيد، حديث پاڪ ۽ ديني حوالي سان سنڌ ۾ ٽالپر دور تائين قائم رهي آهي . ڪلهوڙن جي دور ۾ " عربيءَ جي لکندڙن" جي عنوان هيٺ ۾ اهو تاثر ڏيڻ تہ عربيءَ کي "ڌڪ" لڳو ، سو غير مناسب ۽ اڻ وڻندڙ آهي. حقيقت ۾ عربيءَ ۽ فارسي ، سنڌ ۾ ديني توڙي دنيوي لحاظ کان، تعليم و تربيت جي نصاب ۾ اهم رهيون آهن. لاکو صاحب خود انهي عنوان تحت ، ڪلهوڙن جي دور ۾ سنڌي عالمن جي عربيءَ ڪتابن تي جيڪو لکيو آهي. سو خود عربيءَ جي سنڌ شاندار ترقيءَ ۽ عربيءَ جي اعلیٰ تعليم جي شاهدي ڏي ٿو تہ فارسيءَ جي ڪري ، سنڌ ۾ عربيءَ جي تعليم ۾ ڪابہ گهٽتائي نہ ٿي آهي.

4 ـ ص 359 (سٽ ـ 02 ) تي فارسي جي تعليم متعلق لکي لاکي صاحب ٿو :

”فارسي ٻولي جي سکيا ۽ ڪتابن جي استفادي جو تعلق وڏي حد تائين دنياوي ۽ معاشي مفادن سان لاڳاپيل هو.“

لاکي صاحب اهڙا تاثرات ، فارسيءَ جي چوٽي کي ڏنا آهن تہ ” فارسي پڙهسين تہ گهوڙي چڙهسين “ اهو دور ميرن جو دور آهي ۽ پوءِ انگريزن جي دور ۾ مشهور ٿيو تہ : ”فارسي پڙهسين تہ تيل وڪڻيسين“. واقعي تيل بہ اڄڪلهہ وڏي دولت جي نشاني آهي جو عراق ۽ ايران ، تيل جي ڪري ، مغربي ملڪن جو نشانو بڻيل آهن !!!

درحقيقت ، عربي ۽ فارسيءَ ٻئي اهم ٻوليون رهيون آهن. عربي ۾ قرآن مجيد آهي ، ديني زبان آهي. اَهلِ بهشت جي ٻوليءَ آهي. اسان جي تهذيبي ٻولي آهي. سنڌ ۾ فارسيءَ ۽ عربي جي اهميت مجيل رهي آهي . فارسيءَ ۾ تعليم و تربيت ، علم و عقل ، فهم و سمجهہ و دانائي آهي . پند و نصيحت ، انساني معاشري تي اخلاقيات جو مؤثردرس فارسيءَ ۾ آهي ۽ سنڌيءَ کي شاهوڪار ڪندڙ فارسي زبان آهي. سنڌيءَ ٻوليءَ ۾ جيڪڏهن فارسيءَ جي اثر کي تياڳ ڏنو وڃي تہ سنڌي زبان جي شيريني ، شعر و ادب ۽ تاريخي ورثي جو بنياد ئي نہ رهندو. سنڌي زبان جي اوسر علم و ادب ، تاريخ ، تحقيق ، شعر و سخن ۾ بہ عربيءِ فارسيدانن جو وڏو عمل دخل آهي.

ڪلهوڙن جي دور ۾ يا ان کان ارغونن ۽ تُرخانن جي دور بہ عربي ۽ فارسي ٻئي ٻوليون پڙهائيون وينديون هيون ، جنهن ۾ مسلمان ٿوڙي هندو سڀ پڙهندا هئا ۽ ڪوبہ امتياز نہ هوندو هو . فارسي ٻوليءَ جي تعليم کي فقط دينوي ۽ معاشي مفادن جي زبان قرار ڏيڻ غير مناسب آهي. ڇو تہ هن ٻوليءَ جي اهميت علمي ، ادبي ، ثقافتي ، تاريخي ۽ انساني اقدار جي بلنديءَ جو سبب رهي آهي.فارسيءَ نصاب جي متعلق ص 359 ( سٽ 3 ـ2) ص 360 ( سٽ 1 ـ 2 ) تي برٿن جي حوالي سان متفق ٿي نٿو سگهجي ، ڇو تہ مثنوي مولانا رومي ، خاقاني جا قصيدا، شاهنامہ فردوسي ، واقعي برٿن لاءِ ڏکيا هوندا، پر اُن وقت جي تدريسي عالمن وٽ مثنوي مولانا روميءَ جو تہ باقاعده درس هلندڙ هو. خاقاني جا قصيدا ، يا شاهنامہ فردوسي جيتوڻيڪ درس ۾ نہ هئا ، پر فارسي جي شائقين جي مطالعي هيٺ ضرور رهيا آهن. انهيءَ لاءِ ڈاڪٽر محمد علي قاضيءَ جي (Ph.D) جي مقالي جو مطالعو ڪرڻ گهرجي: Cultural Aspects of Life of Muslims in Kalhora and Talpur Period pp.133-134( Sindhiology Jamshoro, 1967)

اِنهيءَ مقالي مان اهو بہ معلوم ٿئي ٿو تہ قرآن ، حديث ، صرف و نحو ، تفسير قرئت ، علم خطاطي ، حڪمت ، فلسفو ، طب ، مناظرا ، تاريخ ، علم عروض ،

رمل، علم جعفر ، خط نستعليق ۽ خطِ شڪسته به نصاب ۾ شامل هو. فارسيءَ ۾ گلستان بوستان جي علاوه مولانا جاميءَ جي مثنوي يوسف زليخا به فارسي نصاب جو حصو هو ۽ مثنوي مولانا روميءَ جوته باقاعده درس شرح سميت ڏنو ويندوهو. مثنوي مولانا روميءَ جو منظوم سنڌي ترجمو ، ساڳئي بحر وزن ۾ مولانا دين محمد ”اديب“ فيروز شاهي ڇهن جلدن ۾ ڪيو ، جيڪو 1958ع ڌاري آر- ايچ - احمد برادرس حيدرآباد شايع ڪيو.

محترم لاکي صاحب، سنڌ ۾ ” ڪلهوڙا دور حڪومت “ تي جيڪي تحقيق ڪئي آهي ، ان متعلق سندس ” مقدمه“ ڪافي آهي ، جيڪو اٺن صفحن تي مشتمل آهي ، پر صفحن جا نمبر ڇاڀايل نه آهن. اها به هڪ حقيقت آهي ته ثانوي ماخذن کي سامهون رکي، ڪلهوڙا دور تي، لاکي صاحب جيڪا محنت ۽ ڪاوش ڪئي آهي ، سا جديد تحقيق جي روشني ۾ قابل تعريف آهي ۽ ” ڪلهوڙا دور حڪومت “ تي هن وقت جيڪو تحقيقي مواد يڪجاءِ پيش ڪيو ويو آهي، سو سنڌ جي تاريخ جي انهيءَ دور متعلق ، تاريخ جي شائيقين، شاگردن ، اُستادن ۽ محققن جي لاءِ وڏي اهميت جو حامل آهي.

جيئن ته لاکي صاحب ” پيش لفظ “ ۾ وضاحت ڪئي آهي ته ڪلهوڙن جي دور جي حوالي سان هڪ باب ” مذهب ۽ تصوف “ بابت لکڻو هو، سو وقت جي قلت يا سُستي سبب لکجي نه سگهيو. ٻئي (*) ڇاپي ۾ پيش ڪيو ويندو.

ڏنو وڃي ته ڪلهوڙن جي حڪومت جو بنياد ئي دين، درويشي، فقيري عرفاني و روحاني تعلق تي مبني هو. ڪلهوڙا ڪير هئا ؟ ص 69 - سندن گمنامي وارو دور ص 75 ڪلهوڙن جي سياسي جدوجهد ص 81 - ميان آدم شاه ص 82 کان ص 98 تائين. هن مان لاکي صاحب ڪلهوڙن جي حسب نسب ، اصليت ، سنڌي قوم هئڻ تي پرپور دليلن سان بحث ڪيو آهي ۽ اهو واقعي ڪلهوڙن جي تاريخ ۾ وڏي اهميت رکي ٿو ۽ هن ۾ سندس جستجو قابل توجه ۽ دلچسپ آهي. البته اها حقيقت آهي ته ڪلهوڙا ، آدم شاه کان وٺي درويشي ۽ پيري فقيريءَ جي ڪري شهرت رکندا پئي آيا ۽ انهن تي ”سِرائي “ جو لقب ، سندن درويشي مسلڪ جي ڪري پيو (ص 74) لاکو صاحب لکي ٿو ته: ” تاريخ جي اڀياس مان اهو چٽو معلوم ٿئي ٿو ته روحاني رهبر سان گڏ ميان آدم شاه هڪ با اثر زميندار جي روپ ۾ ظاهر ٿيڻ شروع ٿيو ۽ مريدن جي تعداد ۾ وڌڻ سان سندس طاقت ۾ به واڌارو ٿيو“. (ص 85)

لاکو صاحب خود ڪلهوڙن جي ديني لڳاءُ متعلق لکي ٿو: ” ڪلهوڙا حڪمران ، ٻين حاڪمن جي ڀيٽ ۾ تعليم ۽ تدريس جي طرف وڌيڪ رغبت رکندڙ هئا.

---

(*) لاکي صاحب تاريخ جي ڪتاب جي حوالي ۾ جلد ” ٻيون ۽ ٻئين“ اڪثر استعمال ڪيو آهي - پر دُرست ” ٻيو “ آهي . جيئن پهريون ٻيو - ٽيون وغيره اهڙي ريت ٻئي ۽ ٽئين ، چوٿين وغيره.

هن خاندان جو باني آدم شاھ ڪلهوڙو ” مهدوي“ طريقي جو پوئلڳ هو. اڳتي هلي ميان خود پير مرشد بنيو. هو هڪ عالم هو. اسلامي تعليم ڏي هن جو رويو ٻين مرشدن جي پيٽ ۾ گهٽو هو...... ميان صاحب پنهنجي سلسلي عام ڪرڻ لاءِ هڪ مرڪز کوليو..... اُن ۾ مسڪينن ۽ ابوجهن کي ديني توڙي دينوي تعليم ۽ تربيت ملندي هئي ..... خود هن خاندان جو لقب ” ميان “ سندن علمي ۽ روحاني مرتبي جي ڇٽائي ڪري ٿو“ ( ص ـ 352 ) وڌيڪ ساڳئي صفحي تي لاکو صاحب لکي ٿو :

روحاني تربيت، ديني تعليم ۽ اسلامي طور طريقن جي ڪُک مان جنم ورتل ، ڪلهوڙن جي حڪومت سنڌ ۾ علم ، تعليم ۽ ادب توڙي ساهت لاءِ شگون ثابت ٿي.“

ڪلهوڙا حڪمرانن ۾ دين جي محبت سبب عجز و انڪساري ، رواداري ۽ اِنساني حرمت ۽ آداب جي وڏي اهميت هوندي هئي. ميان نورمحمد ڪلهوڙي تائين مرشديءَ جو سلسلو بنا ڪنهن بنا ڪنهن رنڊڪ جي دستور موجب قائم رهيو. ڪلهوڙا حڪمران روزانو مريدن کي تصوف جي مروج آداب مطابق توجہ ڏياريندا هئا ۽ انهن جي تربيت ڪندا هئا. البتہ مراد ياب خان جي دور ۾ هي سلسلو ختم ٿيو، پر ميان غلام شاھ جي دور ۾ هي سلسلو ٻيهر شروع ٿيو. جيڪي بہ امير ۽ رئيس حڪومت جي واليءَ جا مريد ٿيندا هئا ، انهن کي ” فقير “ جو لقب ڏنو ويندو هو. شاھ بهارو ” فقير “، مير شهداد بلوچ ” فقير “ ـ ميان آدم شاھ جي دور کان سيني مريدن کي ” فقير “ جي لقب سان ياد ڪيو ويندو هو ۽ ڪلهوڙن جي آخري دور تائين اهو وڏي ۾ وڏو خطاب هوندو هو. جيڪڏهن ڪنهن شخص کي ترقي يا پنهجائپ جو مٿاهون درجو ڏنو ويندو هو تہ ڪيس ” برخوردار “ شاھ بهارو فقير، ”برخوردار“مير شهداد بلوچ فقير سان ياد ڪيو ويندو هو.

ميان نورمحمد ڪلهوڙي جو ڪتاب ” منشورالوصيت و دستورالحڪومت “ ( تاليف 1163 ھ) ڪلهوڙن جي ديني علم ، عرفاني فڪر ۽ درويشيءَ جو اهڃاڻ آهي.

لاکي صاحب ڪلهوڙا دور حڪومت تي باب ائون ـ تعليم ۽ ادب ( 407 ـ 351 ص) جي موضوع تي خصوصيءَ طور لکيو آهي، جنهن ۾ تعليم جي مجموعي صورتحال تي بحث ٿيل آهي . مختصر باب آهي، پر مجموعي طور ، تعليم ، علم و ادب ، عربي ، فارسي ، تاريخ ۽ تذڪره نويسي ، مڪتوبات وغيره تي طائرانہ تذڪرو ٿيل آهي. ڪلهوڙا دور حڪومت تي لاکي صاحب وڏي محنت سان لکيو آهي ۽ هيءُ سندس پسنديده دور آهي، ڪلهوڙن جي حڪمراني ، سندن تختگاھ مغلن جي بالادستي نادر شاھ افشار جي ڦُر لُٽ ۽ زور آوري ، ملتان ۽ سنڌ جو تعلق ، مسقط سان واسطا ، روينيو سرشتو ، فوج سپہ سالار ، اقتصادي ۽ سماجي حالتون ، ڪلهوڙن جي فنِ تعمير جا شاهڪار ، مسجدون ۽ ڪوٽ قلعا وغيره ، انهن سيني تي نهايت دقيق، سنجيده تحقيقي انداز ۾ لکيو ويو آهي.

ارغونن ۽ تُرخانن جي دورِ حڪومت ئي بہ تاريخ ۽ تحقيق جي روشنيءَ ۾ مختصر پر جامع نموني سان لکيو ويو آهي. ص 196 تي ( ست ا ڪان آخر تائين ) آئين اڪبري ۽ تاريخ مظهرشاهجهاني جي حوالن سان ٻڌايو ويون آهي تہ سنڌ انتظامي سرشتي ۾ ورهايل هئي . جئين تہ ٺٽو صوبو، جيڪو چئن سرڪارن ٺٽو ، نصرپور ، چاچڪان ۽ چاڪر هالا تي مشتمل هو. اهڙي ريت ملتان ۾ ٽي سرڪارون ، ملتان ، ديپالپور ۽ ٻکر شامل هئا ۽ سنڌ ۾ مختلف پرڳڻا ۽ سرڪارون هيون . انهيءَ جوڙجڪ ۾ " سنڌ " جو نالو نہ هو. حالانڪ اهي پرڳڻايا سرڪارون سنڌ ۾ ئي هيون ۽ سنڌ تہ ملتان سميت ايڪونجاهہ پرڳڻن تي مشتمل هئي. البتہ بقول " مهر " صاحب جي تہ سنڌ جو نالو انتظامي ڪاغذن ۾ نہ هو. پر ڪلهوڙا دور ۾ " سنڌ " نالي سان وجود ۾ آئي ـ ظاهر ۾ تاريخي حقائق اهي برابر آهن، پر قديم سنڌ جي تاريخ ۾ تہ سنڌ جون سرحدون ڪشمير ڪان ڪيٽي بندر ۽ گجرات تائين ڏيکاريل آهن تاهم حڪمرانن سنڌ تي فرمانروائي ڪري، انتظامي يونٽ ناهيا ، حالانڪ سنڌوندي سنڌ جي انهن ماڳن مڪانن جي ساک ڏيندي رهي آهي ۽ " سنڌو خود " سنڌ " جي نشاندهي ڪندي رهي ٿي.

بحر حال لاڪي صاحب جو " ڪلهوڙا دؤر حڪومت " تي ڪتاب ، آئنده جي محققن ۽ سنڌ جي تاريخ سان لڳاءُ رکندڙن لاءِ نهايت لاپائتو ۽ مفيد ثابت ٿيندو ـ اُميد تہ ٻئي ڇاپي ۾ مناسب واڌارا ۽ وضاحتون ڪيون وينديون.